ٻڌل سڏڪا، غريبن [illegible]، آهون ۽ بي چيني،
ڪڏهن طوفان بڻجي، ٿي دڙ بندا تاجدارن کي.

اکيون کوليو اسان جي ٿي پکهر رت تي ياڻ وارا،
ٿيو هوشيار، سمجهو وقت جي مبهم اشارن کي.

زمين جو پيٽ چيري، جن ڪيا لعل و گوهر پيدا.
خدا را گهٽ نه چائو خود پرستو خاڪسارن کي!





# ❋ حسرتِ بهار ❋

(١٩٥٦ع)

ٻه سالن ۾ اسان جي لئه زمانو سازگار آيو.
نه پنهنجي خشڪ کيتيءَ تي خدا جو ابرِ بهار آيو.

تڪيندڙيون ٿي رهيون هر هر اکيون هن آسمان ڏي،
مگر ساڻيهه پنهنجي ۾ نه سالن کان سڪار آيو.

مڪين جان تي مري انسانيت هت پيٽ جي خاطر.
ٻچڙن کنهن غمزده کان کو نه اهلِ اختيار آيو.

سموريون آڱريون سڀ کي ڏيکاريون ته ٻيٽ ۾ پنهنجي.
اسان جي رهنمائن ۾ عجب ڪو انتشار آيو.

سياري جي سوڙ سڀ کو ٻوڙ ٻاڻ ڏي تائين.
تڏيءَ ڪوسيءَ نه کو ٻچن کنهين جو غمگسار آيو.

هوا همدرد ۽ خادم، مڙيئي پنهنجي مطلب جا.
ڏکيءَ ۾ ڪونه ڪم ڪنهن جي ڪوئي خدمتگار آيو.

جي آيو پيو ته هي ڪهڙو اسان جي لئه بهار آيو؟
نڪا مڪڙي ٽڙي ڪا تي نه گلشن تي نکار آيو!

ڪجهه اهڙي ڍنگ سان آئي اسان وٽ حورِ آزادي.
جو هر اهلِ وطن روئيندو، پٽيندو، اشڪبار آيو.

رهي آهي نه ساڃهه دوست ۽ دشمن سڃاڻڻ جي.
اکين ۾ بادهءِ مغرب جو اهڙو ڪو خمار آيو.

ڏيون اڄ ڏوهه پنهنجو پاڻ کي، يا پيشوائن کي؟
سوال اهڙو زبان تي آهه پنهنجي بار بار آيو.

خزان خود خنده زن آهي گدائي پنهنجي گلشن تي.
عجب انداز سان پنهنجي گلستان ۾ بهار آيو!



# * اڃا رات آهي *

(۱۹۵۷ع)

اڃا رات آهي، نه آيو سويرو.
اڃا دور منزل، اڃا دور ديرو.

مسلط فضائن تي راڪاس جنگي.
اڃا امن وارو نه ٿيڙڪيو ڦريرو.

اڃا آدمي، آدمي تي مسلط.
اڃا پنڌ انسانيت جو پريرو.

سمئي پئي رڙي ٿي اڃا روح بربر.
پنهل جو اڃا ڪين ڏسجي ٿو پيرو.

نه ڪنهن منهن تي آئي آ رونق صبح جي.
اڃا رات ڪاري ۽ گهرو انڌيرو!

لکين لاڏليون ٿيون وڪامن هٽن تي.
اڃا عصمتن کي لٽي ٿو لٽيرو.

عمر پي اڪيچار ۽ ماريون پي.
اڃا باز ڏاڍو ۽ ڪمزور ڳيرو.

اڃا صنف نازڪ ستائي وڃي ٿي.
اڃا مرد جو مرتبو آ مٿيرو.

ازل کان اهو آهه دستور ساٿي.
هجي دور منزل، ته هلجي سويرو.

فقط ٿوري همت ۽ محڪم ارادو.
نظام قشدد بہ آئيندو ڦيرو.

نه گهبراءِ همدم! سحر دور ناهي!
اجهو دور! وير کان اڀريو سويرو.



# ❋ انجام محبت ❋

(١٩٥٧ع)

موسوم نه ڪي ماحول، نه هنگام محبت!
اي يار نه وٺ نام خدا نام محبت!
سڪرات ڪان دل ۾ نه رهي همت عالي،
۽ ساٿ ڇڏي پنهنجو وڃي فارغ البالي.
هڪ هڪ تي پڇن يار، هالي ۽ موالي.
هٿس ڪان جڏهن جيب سراسر ٿئي خالي.
۽ دل تي هجي تلخيءِ ايام محبت.
بيسود آنهيءَ وقت آ پيغام محبت.

هر فرد پريشان هجي، هر چشم ٻه پرنم.
چئو طرف گرانيءَ جو هجي نالش و ماتم.
جمهور تي طاري هجي سڪرات جو عالم.
۽ پيٽ جي جمهوريءَ ڪان هجي هوش نه سالم.
ان وقت ڀلا ڇا ڪري ناڪام محبت؟
بيسود آنهيءَ وقت آ پيغام محبت.

محفوظ هجي ڪين شريفن جي شرافت،
سمجهي نه ڪوئي پاڻ کي ڪهن وقت سلامت،
بازار ۾ نيلام ٿئي عصمت و عفت،
بيهودو مذاق آه، سراسر آ حماقت،
ان وقت اگر ڪوئي ڪٿي نام محبت.
بيسود آنهيءَ وقت آ پيغام محبت.

ماحول جي تلخي ڪان هي روح پريشان.
۽ ختم جوانيءَ جا ٿين حسرت و ارمان.
ويران سراسر ٿئي سر سبز گلستان.
۽ سارا سڙي خاڪ ٿين سنبل و ريحان.

هر دل ۾ هجي تلخيءَ - آلام - محبت.
بيسود انهيءَ وقت آ پيغام - محبت.

ڦڙڪي پيو جتي شان سان بيداد جو پرچم!
هي ظلم و ستم ڏاڍ ۽ بيداد جو عالم!
بي چينيءَ - جمهور ۾ هي موج - طلاطم!
ڪيڙي جو ڪتي روڳ ڪتي پيٽ جو ماتم،
آغاز ۾ اهڙا مليا انعام - محبت،
چا ٿيندو خبر ناهه تہ انجام - محبت؟





# ❋ احوال - جمھور ❋

(١٩٥٧ع)

پڇين دوست ڪھڙو ٿو احوال منھنجو؟
اگي ڪان بہ بدتر ٿيو حال منھنجو.
نہ ھي ملڪ منھنجو، نہ ھي مال منھنجو،
ڏھاڙو نہ ھفتو، نڪو سال منھنجو،
اسين ملڪ پنھنجي ۾ بدحال آھيون.
پرئي ڀاڱ ھوندي بہ ڪنگال آھيون.



چون ٿا تہ آھي حڪومت عوامي.
ھي ميمبر، منسٽر، وزارت عوامي.
وطن جي سموري رياست عوامي.
نصيبن ۾ ڪھڙي مگر آھ خامي؟
نہ پنھنجو ڪو مالڪ نہ نوڪر اسانجو.
مٿو ڀي اسانجو ۽ پادر اسانجو.

گراني ڪيو حال مجبور پنھنجو.
سين ڪي ٿيو پيٽ جو سور پنھنجو.
نہ آئين پنھنجو، نہ دستور پنھنجو.
وڪامي ٿو پئسي تي جمھور پنھنجو.
اسان جي ھي دولت اسان جي ڪمائي.
مگر ڪم اسان جي اھا ڪين آئي.



پگھر ڀي اسان جو، مشقت اسان جي.
وڪامي ٿي ڪوڏين تي محنت اسان جي.
نڪا لٽائن ٿا دولت اسان جي.
صبح سنجھہ گھٽجي ٿي طاقت اسان جي.
اسين جھل پنھنجي ۾ سرشار آھيون.
ٿيا ھاڻ ڌرتيءَ مٿان بار آھيون.

هتي هر شيء وت جو سامان وڪامي.
هتي پيٽ خاطر ٿو ايمان وڪامي.
هتي چند پئسن تي قرآن وڪامي.
نهايت ئي سستو ٿو انسان وڪامي.
وڪامي ٿي هتڙي غريبن جي غيرت.
ملي چند سڪن تي انمول عصمت.

ٿيون ڪاش! اڄ پي جي بيدار ساٿي.
زمانو ٿئي پنهنجو غمخوار ساٿي.
هڻن ہ آ ووٽن جو هٿيار ساٿي.
ڪريون هاڻ گڏجي جي هڪ وار ساٿي.
تہ لاريب آهي حڪومت اسان جي.
رياست، رياست جي دولت اسان جي.

اٿو هاڻي گڏجي نصيب آزمايون.
وطن جي ترقي ۽ طاقت وڌايون.
صحيح ووٽ ڏيئي مقدر بڻايون.
ڪريون دشمن جون چڱيءَ پر صفايون.
وڃايون نہ ووٽن تي ايمان پنهنجو.
نہ پئسن تي وڪرو ڪريون شان پنهنجو.





# * شاعر- قوم ڏانهن *

(١٩٥٨ع)

ذڪر خوبان ڪانسواءِ، يا فڪرِ جانان ڪانسواءِ.
ڇا ڪوئي موضوع ناهي حور و غلمان ڪانسواءِ؟

ڇو غمِ جمهورِ ڪسان اڪثر رهين ٿو بي خبر؟
ذڪر ڪوتوءِ وٽ نه آهي باغ و بستان ڪانسواءِ؟

تنهنجي منهنجي درميان هي فرق آهي هم سخن،
توکي نظري ڪجهه نٿو رخسارِ جانان ڪانسواءِ.

پر غمِ انسانيت، مون لاءِ سرمائيهءِ حيات،
ذهن منهنجي ۾ نه آ ڪجهه فڪرِ دوران ڪانسواءِ.

مان غمِ انسان جو قائل تون غمِ جانان سندو،
منهنجي دل ۾ ڪجهه نه آهي دردِ انسان ڪانسواءِ.

مون پڙهيو آ "شاعري جزويست از پيغمبري"
پر پيمبر پڻ نه گذريو دردِ انسان ڪانسواءِ.

هم سخن جمهورِ ملت جي ته عريانيءَ ڏس!
جسم تي جنهن جي نه آ، تارِ گريبان ڪانسواءِ.

ڪجهه نظر ايندو نه توکي، ديدهءِ مزدور ۾.
نوڪِ مزگان تي فقط هڪ اشڪِ لرزان ڪانسواءِ.

قوم جي رهبر جي ڪهڙي قول تي ويسه ڪجي؟
ڇا مليو آهي اسان کي عهد و پيمان ڪانسواءِ.

هم سفر، اڄ قوم جي هن بي وسيءَ جي مرض جو،
ناهه نسخو انقلابِ چرخِ گردان ڪانسواءِ.



# ☼ اسان جي عيد ☼

(١٩٥٧ع)

نرالي رنگ ۾ هن سال آئي عيد قرباني!
اهائي تنگ دستي آ اهائي تنگ داماني.

جي ڪاني آ ته گهر ڪونهي جي گهر آهي اتو غائب!
ڏنهن ڪهڙي خدايا هي غريبن کي پريشاني.

ڏهاڙو خير و برڪت جو، گهرن ۾ روج ۽ ماتم،
عجب آ رحمتِ حق، تنهنجي رحمت جي فراواني!

مٺايون برف ۽ شربت اي مولا، ڇا ڪنداسون پر،
ميسر ڪين ٻارن کي رکي ڪا ڪٽڪ جي ماني.

خدايا، عيد ڇا نالو انهيءَ جو آهه، جو گهر ۾،
وسي ٿي ياس و حسرت، بيڪسي ۽ خانه ويراني!

ڀلا مسڪين قرباني ڏين ڪهڙي اڙي زاهد؟
جي خود صدقي سندا ٻڪرا ڏين سي ڪهڙي قرباني؟

نڪما عيش، عيدون ڪن غريبن جي ڪمائي تي.
غضب آ، دولتِ اسلام! قانون، شيطاني!

ادب سان "شاعرِ مشرق" جي تربت کان پڇان ٿو اڄ،
ڪٿي آ تو سندي جمهور واري ڏس ته سلطاني؟

جتي جمهوريت سان هر گهڙي هاڃان ٿين همدم،
اتي مزدور مسڪين کي ميسر ٿئي ڪٿان ماني؟

مبارڪ عيد جي يا رب! تهي تنهنجي اميرن کي،
غريبن کي ته هر صورت ۾ ڏيٺي آه قرباني.

خبر ناهي ته ڇا ٿيندو، گدائي ڇا چوي همدم؟
اتيو جو ڪفر ڪعبي کان ڪٿي رهندي مسلماني؟



# غزل

(١٩٥٨ع)

اگر بخت بگڙيو سنواري ڇڏيوسين.
سڄو وقت کلندي گذاري ڇڏيوسين.

نه وانجي رکيو سون شراب ـ محبت.
پياسو جي آيو، پياري ڇڏيوسين.

هني زهد و تقويٰ تي زاهد کي دعوا.
مگر ڪيس ڪنهن پر پياري ڇڏيوسين.

سمايو جڏهن درد ـ انسان دل ۾.
غم ـ عشق جانان وساري ڇڏيوسين.

خوشيون زندگي جون کسيون ويون جڏهن ڪان،
ته پوءِ خواهشن کي به ماري ڇڏيوسين.

مري دل جي مکڙي جي ويئي ته ڇا غم؟
وطن جو ته گلشن سنواري ڇڏيوسين.

وسامي وئي شمع گهر زندگي جي،
هزارن چراغن کي ٻاري ڇڏيوسين.

وڙهي تيز طوفان ۾ موجن سان همدم،
وڃي نيٺ ٻيڙو ڪناري ڇڏيوسين.

سفر زندگي جو ڪٽن هو گدائي،
بهر طور گذريو، گذاري ڇڏيوسين.





# * گيت *

## * تنهنجو هي سنسار *

(۱۹۵۸ع)

وڪڻ نه ووٽ کي سادا هاري هائي ٿي هوشيار.
تاهم وڏيرو ملڪ جو مالڪ، تنهنجو هي سنسار
سمورو تنهنجو هي سنسار!

دنيا ۾ سڀ تنهنجي محنت، تنهنجي ڌرتي تنهنجي دولت.
تنهنجي رت مان آسريا مندر، مسجد ۽ مينار.
سمورو تنهنجو هي سنسار!

جڳ ساري جو تون ئي داتا، سڀڪنهن ڪپڙا تنهنجا پاتا.
ادنيٰ اعلىٰ جو ان داتا، خلق جو پالڻهار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!

ريل جهاز ۽ رستا لاريون، هوٽل، بنڪون ۽ بازاريون.
تنهنجي دم سان سڀ گلزاريون، گل ڦل باغ بهار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!

ناچ گهرن ۾ ناچ ۽ گانا، گيت سهانا، رقص شبانا،
تنهنجي پورهئي تي سڀ جلسا، ميلا، شوق، شڪار،
سمورو تنهنجو هي سنسار!

تنهنجي خون جي پائي پائي، تنهنجي ڪم ۾ مرر آئي.
تنهنجا پيلي، تنهنجو ڪانئي، ٻڌجي ويسا پوتار.
سمورو تنهنجو هي سنسار!

هر ڦورو ۽ چور لٽيرو تنهنجي ان تي آهه وڏيرو.
تنهنجي محنت تي سڀ اڪڙ، طرو ۽ دستار.
سمورو تنهنجو هي سنسار!



پير فقير ۾ توکي پوڙي ، هر کو تنهنجو خون نچوڙي .
سمجهه سڀا جها طا قــت پنهنجي هـا ڻي هو شيا ر ،
سمو ر و تنهنجو هي سنسا ر .

ووٽ حڪومت کي ٿو ناهي ، ووٽ وزارت کي ٿو ڊاهي .
و وٽ ۾ ساري طاقت آهي ، و وٽ نہ ڪر بيڪا ر ،
سمو ر و تنهنجو هي سنسا ر .

محنت تنهنجي دولت تنهنجي ، همت سان حڪومت تنهنجي ،
قــوت شير ، شجا عت پنهنجي د نيا ڪــي ڏ يکا ر ،
سمو ر و تنهنجو هي سنسا ر !





# * جشن آزادي *

(١٤ - آگسٽ ١٩٥٨ع تي لکيو ويو)

شاعر - شيرين بيان بيدار ٿيءُ!
هٿي مسرت پي، اٿي سرشار ٿيءُ!

بيخبر اڄ جشن - پاڪستان آهه.
نشرگ کان نثر تيو اعلان آهه.

اڄ ته آهي پنهنجي آزادي جو روز.
قوم جي جشن و طرب شادي جو روز.

اڄ بدلجي وئي اسانجي ڪائنات.
جو مِلي طوق - غلامي کان نجات.

ڏينهن هن بخشيو اسان کي اقتدار.
قوم لئه هي آهه يوم - افتخار.

تنهنڪري تون پڻ اٿي تيار ٿيءُ.
تلخين کان ڪجهه ته اڄ بيدار ٿيءُ.

دور دل تان اڄ غم و آلام ڪر.
دور دل کان تلخي - ايام ڪر.

تلخيون يارهن ورهين جون وسار.
جشن - استقلال جي وچ ڏس بهار.

ڏس وڃي ڊولوگراڊوذب جو نکار.
شهر سارے جتي آئسي بهار.

چيا لڳو آ جشن - آزادي جو رنگ.
هر طرف قومي ترانا، رقص و رنگ.



رنگ ويو جو آه دريا موجزن،
هر طرف ڪافر ادا سيمين بدن•

ڏس پريذون پارڙون لنچ و ڊار!
دولت - اسلاميه جو ڪرّ و فر.

ٽينڪ، بڪتر بند، جو هي شور و شر!
فوج جي قوت، نمائش الحذر!

تيز طيارن جا ڪرتب ۽ سلام.
رهبرن جا قوم ڏي خوش ڪن پيام.

دلڪش و با رعب سارو انتظام.
قوم ڪي سرمي وجهڻ جو اهتمام!

همنشين! منظر تہ آهي پرو قار.
پر خدا را ٻئي طرف پڻ ڪجھ نهار.

هت اگر آهي جهان - رنگ و بو،
اهل - دولت ۽ سندن جوش - نمو.

ٻئي طرف دنيا اگهاڙي ۽ اداس!
جنت - ارضي ڪان محروم و نراس!

هن طرف ساري جهان جون نعمتون،
ٻئي طرف فاقہ، فلاڪت زحمتون،

هن طرف سرخي ۽ پئوڊر جي بهار،
ٻئي طرف ميرا متا ۽ حال - زار.

هت اميري شاد - خندان، خوش لباس.
هت غريبي دربدر - عريان اداس.

اهل - دولت جي چمن ۾ هت بهار.
۽ غريبي ٻئي طرف آ خوار و زار.



هاڪمن وٽ جشن و شادي رقص و رنگ.
ملڪ جو مزدور مانيءَ لاءِ تنگ!

محفل ماڙين جي اندر عيش و خوشي.
سر پٽي ڏبهان ۾ ٿي مفلسي!

ملڪ جي قصرِ صدر اندر بهار.
ٻئي طرف فاقه ڪش جي آ پڪار!

پرچمِ اسلام جي جهلڪار هٿ.
هارين جي گهر ۾ هاهاڪار هٿ!

ڏس، مساوات و اخوت جي بهار!
چشمِ يزدان پيئي جنهين کان شرمسار!

ڇڏ پلا هن کي، اڇي پيو رنگ ڏس.
ديدهءِ انسانيت کي دنگ ڏس.

بجليون گولا ٿا ڪوئن تي پرن.
ٿا هتي هڪ ٻئي مٿان ماڻهو ڪِرن.

دخترِ ملت جي هيءَ بازار آه.
جسم عورت جو هتي واپار آه.

چند سڪن تي ملي عصمت هتي.
ٿي وڪامي قوم جي غيرت هتي.

ڏينهن هت جو رات، ءِ شب، روز آه.
هي نظارو هم نشين پر سوز آه.

پٽ اڇي، پيءُ اڇي هٿ، ڀاءُ پيي،
ڌيءَ آ، هيءُ پيڻ آ، هيءَ، ماءُ پيي.

هي نظامِ جبر کان مجبور آه.
ورنه عورت، آه سر بر حور آه.



مرد جي بيداد ڪان لاچار آه.
ورنه هيءَ هڪ مخزن ـ انوار آه.

جسم وڪڻي پيٽ جو دوزخ ڀري!
حسن نظام ـ ظلم ۾ ٻيو ڇا ڪري؟

ختم ٿيندو ڪڏهن جيسين هي نظام.
حنف ـ نازڪ ڪين ٿيندي شاد ڪام.

فرق جيسين آه طبقاتي هتي،
فائدو مد ـ نظر، ذاتي هتي،

تيستائين پيڙهبو رهندو عوام.
۽ فقط ڪي خاص ماڻهو شادڪام.

حور ـ آزادي اچڻ تيسين محال،
آ نظام ـ جور جو جيسين وبال.

رشوتون ۽ چور بازاري جو چار!
ظلم ۽ اندير گردي ڌاڙ، مار!

هي گراني، هي بکون ۽ اضطراب!
هم نشين! آ اهتمام ـ انقلاب!

ديده ـ بينا ڏسي ٿي بي حجاب.
اهل دولت جي اکين تي آ نقاب.

ڇا پيلا ڪولي ٻڌايان هم نشين!
فتنه ـ فردا جو آ زير ـ زمين!

ماٺ ڪر هاڻي گدائي ماٺ ڪر،
ٿئي نه ڏاڍن جو مٿان توتي ڏمر.

گوش ـ نازڪ تي گران گذري نه لئڙ.
چوته سچ ۾ مرچ آهن ڪوڙ ڳڙ.



# * اي پناڻي گھوٽ *

(۱۹۵۸ع)

اي پناڻي گھوٽ سائين، سيد ـ عالي وقار!
بحر وحدت جا شناور، شاعرن جا تاجدار،
سنڌ جي سانگين جا ساٿي ـ غمزدن جا غمگسار،
دائما تنھنجي دعا، سانيھہ ۾ آٺي سڪار،
اي حڪيم ـ سنڌ، توکي سنڌ تي ساري وري،
مارئي، سسئي ۽ سھڻي لڙڪ تي هاري وري.

آد ڪان توکي عطا، فطرت ڪيو فڪر ـ بلند،
دل غم ـ دوران ۾ تنھنجي ٿي سدائي دردمند،
معرفت جي راه' تنھنجي بيت جو هر بند بند،
هر سخن ۾ سوز تنھنجو سادگي توکي پسند.
بيت تنھنجا آيتون آهن بلاشڪ آشڪار،
۽ رسالو آه، دنيا جي ادب جو شاهڪار.

سؤ سلامن جا اوهان تي رحمتون هردم هزار،
وادي ـ مهراڻ جا انمول گوهر آبدار،
هر تخيل پاڪ تنھنجو، ۽ نظر يزدان شڪار،
سنڌ جا رومي اوهان تي رحمتون ليل و نهار.
مورث ـ سنڌي ثقافت، سيد عالي لزدا،
تا قيامت نانءُ تنھنجو، زنده و پائنده باد!

عام جي جذبن، امنگن جو هميشه ترجمان،
ملڪ جي مظلوم مارن جو سدائين پاسبان،
سور سانگين جي ڪيو توکي سدا گريه ڪنان،
هر زبردستي جي آڏو، شاه تون ڪوه ـ گران،
دل وٺي آئين ازل ڪان تون جهان ۾ درد سند.
هر سخن ۾ سوز تنھنجو سادگي توکي پسند.



پاڻ تون پنهنجو "آماجي" پاڻ نوريءَ جو نياز
پاڻ تي ڪنوزو ڪيئه ليلان کي پابند - نياز.
پاڻ تي سومل ڪيئه مومل شڪار سازو باز،
پاڻ سسئي، پاڻ مهڻي، پاڻ گندريءَ جو گداز،
مارئي بڻجي، عمر جو تو ڪٽي توڙيو غرور،
ڪٽ بڻي ساهڙ، ڪئه سوهڻي جي دل کي چور!

لال لاکيڻا اوهان جو اڄ به آهي فضِ عام،
عالم و فاضل، مفڪر، سڀ اچن با احترام،
تنهنجي آتڻ تي اچبو، هرسال ڪن سهسين سلام،
قرب مان ڪوڙين پڙهن، ڪامل اچي تنهنجو ڪلام،
پيچ ڪو اهڙو پئاني، سنڌ پنهنجي ۾ مڪار!
ملڪ جا مارو، مسرتمن وچن تي همڪنار!

عارف - ڪامل حڪيم و عابد شب زنده دار،
سوڪجن ديوان، تنهن تي بيت هڪڙي تان نثار،
معرفت جا بحر - بي پايان و نا پيدا ڪنار،
سنڌ جا رومي اوهان تي رحمتون ليل و نهار،
شاه اڄ تنهنجون دعائون تي وچن شل مستجاب!
ملڪ جي مارن جي منهن تي من اچي ڪوآب تاب!



# * نئون دور *

(ڊسمبر ١٩٥٨ع)

ٿين هو، جڏهن ملڪ آزاد ٿيندو،
سڪيو سبز، سائو ۽ آباد ٿيندو.
مهاجر ۽ انصار سڀ شاد ٿيندو.
غريبن جي دانهن سندو داد ٿيندو.
اميدون مگر سڀ رهيون سڀ اڌوريون.
غريبن جون آسون ٿيون ڪين پوريون.

وزيرن اچي سان اها ڀاهه ٻاري.
رهيو جنهن کان محفوظ ڪا ڪونه ناري.
سڙي سوڪ ٿي جنهن ۾ مخلوق ساري.
ويو ديس ٻنجي بکيو ۽ بڪاري.
لٽيو جن ڏنو هو سي بدحال ٿي ويا.
پرني پاڳ هوندي به ڪنگال ٿي ويا.

بگهڙ قوم پنهنجي جا رکپال ٿي ويا.
رياست جا وارث ڪنن پال ٿي ويا.
بکن ۾ شريفن جا بدحال ٿي ويا.
جيا پا غريبن جا جنجال ٿي ويا.
چڙهيا قوم جي سر تي اهڙا شڪاري.
اچي جن ڪرالي سندي ڀاهه ٻاري.

وليداد ٻنجي ويا ملڪ والي.
اچي خود پرستن رياست سنڀالي.
ڪيائون وطن جي اها پائمالي.
ٿيو ملڪ پاڪيو انا جن کان خالي.
پريو ملڪ پساڪيو، ٻنڻ هساب ني ويو.
مگر ۽ ڏاڙيل، نواب ٿي ويو.



رهي ڪِن ڪنهن جي شرافت سلامت.
نه ڪٿ ڪا غريبن جي غيرت سلامت.
نه عزت، نڪي مال و دولت سلامت.
حڪومت، نه پنهنجي رياست سلامت.
امن، عدل و انصاف مفقود ٿي ويا.
حياتيءَ جا اقدار نابود ٿي ويا.

ڪٿي چور بازار پيدا، گراني.
هلي هٿ سفارش ۽ رشوت ستاني.
وڪيلن وڪي، پنهنجي قانون داني.
سفارش لياقت، جي ٿي پئي نشاني.
ڏنو جنهن چٽو سو، اهو پار ٿي ويو.
پريو جنهن نه ڏوڪڙ، سزاوار ٿي ويو.

رهيو پاڪ رشوتڪان ڪوئي نه دفتر.
سين سمجهيو ان کي مثو شير- مادر.
مڇو خون پي ويو، نفعي خور تاجر.
ڪڍي سون ٻاهر ويو سڀ سمگلر.
ملاوت سوا هٿ نه ڪا شئي وڪائي.
مليو ڪير بدران غريبن کي پائي!

ڪٿي پيٽ خاطر ٿيو ايمان وڪرو!
خدا ۽ نبي جو ٿيو، فرمان وڪرو!
اليڪشن ۾ پئسن تي، قرآن وڪرو!
ٿيو چند سڪن تي، انسان وڪرو!
صبح شام ملت جي غيرت وڪائي!
نهايت ئي ارزان ٿي عصمت وڪائي!

غرض هر طرح ساڻ حالت بري هئي.
جتي ڏي نظر پئي، اتي گندگي هئي.
ذلالت رزالت ۽ شرمندگي هئي.
ڪٺن ملڪ و ملت سندي زندگي هئي.

کيو گندا ڪسڙو تسـ گندي سياست،
جو خطري سان دوچار ٿي وئي رياست!

قتل، خون ڌاڙن جو دستور ٿي ويو!
لفنگو، لچو، چور مغرور ٿي ويو!
جو هيڻو هو ڪمزور، معزور ٿي ويو!
هي قوڙو قسي نيٺ لاسور ٿي ويو!

رهي ڪين ڪٿ زندگي جي علامت.
نڪي مال و دولت گهرن ۾ سلامت.

مگر غيرت ـ حق ۾ طوفان آيو.
ورق هڪ مجاهد مسلمان آيو.
دکي دس پنهنجي جو درمان آيو.
هلي آخرش مرد ـ ميدان آيو.

افق تي جو چمڪيو ستارو ايوبي.
اچي گلستان ۾ ويا حسن و خوبي.

بقايا جي ڀڙ ڪان وڏيرا لڪي ويا.
ستمگر سيبئي ڀرن ۾ ڇپي ويا.
سيبئي بد ديانت مري ۽ کپي ويا.
ملاوت جا مالڪ سزا کان ڏکي ويا.

وئي خود پرستن سندي خوءِ نکري.
لفنگن، لچن جي وئي بوءِ نکري!

سمگلر ۽ ڌاڙيل في النار ٿي ويا.
ڪئين بد ديانت سزاوار ٿي ويا.
پنجي ڪي گناهن کان بيزار ٿي ويا.
وطن سان وري سي وفادار ٿي ويا.

سڄي ملڪ اندر صفائي اچي ويئي!
پليدن اندر پارسائي اچي ويئي!

نئون دور آيو ڪريو شادمانا!
لئين دور آندا خوشيءَ جا ترانا!



ٿيا اڄ حقيقت سي سپنا سهالا!
ٿيا بد ديانت وڏي گهر روانا!
ڪئي صدر ايوب اهڙي صفائي،
جو نڪري وئي ديس مان هر برائي.

وري بي اجهن کي ملي ويو سهارو،
اميدن جو اڀريو آ، تا بنده تارو.
نهاريءَ جنهن ڏي دکي ديس سارو.
فقط مرد - مومن جو هڪڙو اشارو.
وطن جي ٿـو ساعت ۾ تقدير بدلي.
ڪروڙين ڏکين جي تو تصوير بدلي.

نظام - زراعت ۾ ايندو سڌارو!
مقدر جـو چمڪي اٿيو آ ستارو!
هيئنر ڪين رهندو هي ماري هچارو!
مبارڪ نئون دور انصاف وارو!
وطن ۾ گدائي مساوات ٿيندي!
ستم جي وري رات موٽي نہ ايندي!



# انقلاب

(۲۷ آڪٽوبر ۱۹۵۸ع)

خزان جو دور ختم ٿيو، بهار ٿيو آ خيمه زن.
روش روش کلي اٿي، نڪري ويو چمن چمن.
ڪلي ڪلي جي لام تي، آ عندليب نغمه زن.
ويا ٿي دفع ديس مان سڀئي زاغ ۽ زغن.
نئين امنگ سان وري، هي ديس همڪنار ٿيو.
هي انقلاب باعث - هزار افتخار ٿيو.

ورهين کان قوم پست ۽ شڪار - انتشار هئي.
۽ رهبران - ملڪ جي هوس سندو شڪار هئي.
قدم قدم تي زندگي، ذليل و خوار و زار هئي.
وطن جو ڪنڌ هيٺ هو ۽ قوم شرمسار هئي.
خدا خدا ڪري ڪو بيقرار کي قرار ٿيو.
هي انقلاب باعث - هزار افتخار ٿيو.

بديءَ جا يار پاڻ ۾، رفيق و همسفر هوا.
هوا جي خود اڳها اهي، اسانجا چاره گر هوا.
وطن جا چور راهزن اسان جا راهبر هوا.
شريف و خيرخواه سڀ غبار - رهگذر هوا.
ڪڇيو جي ڪنهن ته سو ڏهين سندو شڪار ٿيو.
هي انقلاب باعث - هزار افتخار ٿيو.

بليڪ مارڪيٽ و قتل و خون عام و جام هو.
گران فروش جو سماج ۾ وڏو مقام هو.
ملاوٽن جو مرض هو، حلام ڀي حرام هو.
هراس و خوف ۾ سدا غريب و عوام هو.
غلاظتن جو ڍوڪڙو، ڦٽو ۽ تار تار ٿيو.
هي انقلاب باعث - هزار افتخار ٿيو.



ساڻيھ جا سور.

مهانگ جي ڪري، هتي عوام ۾ هو ٽرٽلو.
سمگلرن جو ملڪ ۾ وڌي ويو هو حوصلو.
حفاظت ـ وطن سندو، ڪٺن هو سخت مرحلو.
هو انتظام گهرگهلو، نظام ـ ملڪ کوکلو.

قدم قدم تي قوم ۾، بپا هو انتشار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.



بپا هئي جتي ڪٿي وطن ۾ جنگ ـ زرگري.
شعار رهبران ـ قوم جو هو خويش پروري.
عجيب خلفشار هو، هئي عجيب ابتري.
محيط قوم تي هئي سڪندري و قيصري.

مگر **مجاهد ـ وطن** اٿيو ۽ چاره ڪار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.

ڏسي هي بيوسي دل ـ ايوب بي قرار ٿي.
وطن جي حال زار تي اٿيو هو اشڪبار ٿي.
جڏهن مجاهد ـ وطن جي چشم شعله بار ٿي.
ته زندگي کلي اٿي، فنا هلي فرار ٿي.

خزان خوار ٿي هلي، چمن چمن بهار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.

[۱۳۴الف]

سياه رات ختم ٿي، ۽ روشني اچي وئي.
سحر جي نور جي گلن ۾ تازگي اچي وئي.
فنا فرار ٿي وئي ۽ زندگي اچي وئي.
جنهين جو انتظار هو، اها گهڙي اچي وئي.

صبح جو نور آخرش وطن تي آشڪار ٿيو.
هي انقلاب باعث ـ هزار افتخار ٿيو.

ساٽيهه جا سور،

گدائي شال تا ابد، وطن ۾ زندگي هجي.
ڪلي ڪلي تي نور ۽ گلن ۾ تازگي هجي.
۽ سرزمين - پاڪ ۾ سحر جي روشني هجي.
عمل جو عزم، نظم و ضبط، ربط - باهمي هجي.
قلي قلي وطن سدا ۽ قوم با وقار ٿئي!
هي انقلاب باعث - هـــزار افتخار ٿئي!



# * زرعي سڌارن جو اعلان *

(١٩٥٩ع)

مبارڪ، جو ٿيو اعلان اڄ زرعي سڌارن جو.
مبارڪ، خاتمو بالخير ٿيو جاگيردارن جو.
ٿيو تسليم ڌرتيءَ تي وري حق ڪشتڪارن جو.
روانو ڪاروان ٿي ويو نڪمن ۽ نڪارن جو.
اچي هڪ مرد ـ مومن ملڪ جي تقدير بدلائي.
سندس اعلان آندي ملڪ جي ماڻن ۾ سرهائي.

هلي ويو دور هاڻي ديس مان پوتار گرديءَ جو.
زميداري زبردستي سندو، زردار گرديءَ جو.
سندن لاپي، رسائي، چيڙ ۽ بيگار گرديءَ جو.
سرشتو ختم ٿي ويو خير سان سردار گرديءَ جو.
مبارڪ، ملڪ جي معمار و محنت ڪش ڪسانن کي!
مبارڪ بيڪسن، مظلوم و بيوس بيزبانن کي!

معين وقت آيو، زور باطل جو ويو گهٽجي.
غريبن جي غلاميءَ جي وڏي زنجير اڄ ڪٽجي.
تفاوت ڪمتري ۽ برتري وارو ويو مٽجي.
نظام ـ جبر و استبداد جون پاڙون ويون پٽجي.
دفعي ٿيو ديس مان آخر ستم سرمايه داري جو.
جنازو ملڪ مان نڪري هليو جاگيرداري جو.

ستائيندو نه زوراور هيٺئر ڪو زيردستن کي.
تونگر تنگ ڪندو ڪونه هاڻي تنگدستن کي.
زبردستي جي جرئت ڪين ٿيندي زرپرستن کي.
خدائي ۽ خودي جي خونه رهندي خود پرستن کي.
مٿي ـ وحدت سان سڀ اهل وطن سرشارٿي ويندا!
تفاوت وڏ ننڍائي جا سڀئي هموار ٿي ويندا!

هيئر هاري جي همت سان ٽرن ٿي ٽينديون گلزاريون !
چٽا، چانيا ۽ ڪٽڪون جام ٿيندا، وڻ، ٽر، ساريون !
نيون بستيون اڀرنديون ۽ برن ۾ ٿينديون بازاريون !
دفعي ٿي ديس مان وينديون بکون فاقا بيماريون !

هوا بيڪار جيڪي، سي سڀئي باڪار ٿي ويندا !
اناجن جا امان جي ديس ۾ انبار ٿي ويندا !

نئين هڪ عزم سان، ڪڙمي زمينن تي ڪمائيندا.
نئين هڪ شان سان هاري مشيني هر هلائيندا،
عجب اتساه سان بنجر زمينن کي وسائيندا.
جو جنت عرش تي آهي، اهو هتڙي بڻائيندا.

هي پاڪستان، خداجي فضل سان ڪشمير ٿي ويندو.
زمين تي جنت الفردوس جي تصوير ٿي ويندو.

بيابان سبز ٿي ويندا، ترايون تار ٿي ونديون.
وطن جون واديون، گل پوش ۽ گلزار ٿي ونديون.
مسرت سان ملهيرائيون مڙئي سرشار ٿي ونديون.
ترقيءَ جون سموريون قوتون بيدار ٿي ونديون.

زراعت خواه صنعت ۾، وطن ۾ ٿيندو واڌارو.
مقدر جو، هيئر چمڪي اٿيو آ عرش تي تارو.





ڪيو مظلوم جي دانهن وجي آخر اثر پيدا.
ٿيو شاخ - تمنا ۾ غريبن جي - ثمر پيدا.
خليل الله جهڙي دريا ۾ آخر ٿيو گهر پيدا.
ورهين کان پو وطن ۾ ٿيو وري هڪ ديده ور پيدا.

صدر ايوب جو هي ڪارنامون آه لاثاني !
ڪيا جنهن ختم پنهنجي دور ۾ بيداد جا باني !

ڏيو ڇا چند ماڻهن ۾ گڏائي، آه ڪر ماتم؟
اڏين سالگي ٿيا سرها، هوا جي سالها پرغم.
خوشي مان ٿو ڪلي، جنت ۾ روح - قائد اعظم.
بلندي تي رهي يا رب! هي پاڪستان جو پرچم.
مبارڪ ملڪ جي مظلوم و محنت ڪش ڪسانن کي.
زمينداري جي ظلمت جي ستايل بيزبانن کي.





## * بلنديءَ ۽ پستي *

(١٩٥٩ع)

(عيد قرباني تي لکيو ويو)

صبح عيد جو آ درخشان، درخشان.
ٿيا دل ۾ پيداوري تازه ارمان.

بظاهر مسلمان خرامان، خرامان.
مگر دل جي حالت پريشان، پريشان.

چٽا صاف ڪپڙا، اکين ۾ اداسي.
۽ ويران نگاهون پياسي، پياسي.

گلن ماس ڪوريل ۽ چهرا فرده.
بظاهر ته جيئرا مگر مثل - مرده.

اذاوت لکن جي مگر جيب خالي.
نگهه مان ٿي جهلڪي پريشان حالي.

انين کهليا عيدگه ڏي وڃن ٿا.
اندهيريءَ ۾ ڪوبا جنازه هلن ٿا!

مساوات ڇا جي؟ اخوت ڪٿي آ؟
اها دين ودنيا جي دولت ڪٿي آ؟

ڪٿي عيد آندا خوشيءَ جا خزانا!
ڪٿي روح ماتم، الم جا فسانا!

سون ۾ ڪو هڪڙو فقط شاد و خندان.
گهڻائي ٿي ڏسجي، مگر زار و نالان.

ڪٿي الجلان ۽ ڪٿي تنگدستي!
خدايا چو ايڏي بلندي ۽ پستي؟



## سائيھ چا سور.



نمازن ۾ وحدت ۽ ٻاهر تفاوت!
مساوات آهي ڪٿي؟ ابر - رحمت؟

هتي عيد ڪه ۾ مساوات موجون،
مگر عين در تي نقيرن جون فوجون!

هزارن اپاهج ۽ ٻين جو لشڪر!
نه آ جن کي ماني لئه ڪپڙو ميسر!

لڪي جن جو ڪوٺي اجهو آشيانو!
زمين بسترو، آسمان شاميانو!

هتي ڏس ضعيف اپاهج، ڪراڙي!
بدن تي نه اڳڙي ۽ ڇاتي اگهاڙي!

اس جي سڙهل ڪل ۽ چنڊ پريشان!
هلڻ کان به عاجز آ افتان وخيزان.

فقط هيٺ تي هڪ لپنيل لنگوٽي.
اسامو عمر جو آ لڪڙي ۽ لوٽي.

نه لپني کي اولاد تڳو له تارو،
نکو سور ماريءَ جو ٻيو ڪو سهارو.

ڀلا پيٽ آخر ڀري ڪيئن هڇاري؟
ڪري ڇا، ٻني جي نه دردن جي ماري؟

هتي ڏس هو لنگڙو، جو اوندو پيو آ،
خبر ناهه هن جرم ڪهڙو ڪيو آ؟

ڏڪائي ٿو گردن ۽ ڪرڙيون هٿي ٿو.
ٻئي هٿ هو خيرات خاطر ڪٽي ٿو.

لهاري ٿو ڪوه هن بيڪسي ڏي!
امارت تڪي ڪين ٿي، مفلسي ڏي!

اميرن لئہ بيشڪ خوشي جو ڏهاڙو،
غريبن جون عيدون فقط روڄ راڙو!

ٻڌي گوڏ پورهيت ڪا ڪپڙا ٿي ڌوئي!
جتي لاءِ مفلس جو ٻچڙو ٿو روئي!

سڄي جسي حياتي منور وسيا هو!
مري پي تہ مشڪل ۽ جنجل جيا هو!

مري جي تہ ڪانهي ڪفن لاءِ پائي!
جئي جسي تہ ويتر مصيبت سوائي!

صبح شام فڪرات ۽ پيٽ جو غم.
لڳا تار فاقا ۽ فڪرات پيهم!

ٻچن کي نہ ليڙو نہ عورت کي چادر!
نہ پنهنجي بدن تي ڪا اڳڙي برابر!

غريبن کي ماري ڇڏيو آ گراني!
گهرن قرض پئي جي ٻڌن لن تراني!

نہ ڪاڏي جو برتن نہ بستر نہ چولو!
هرائي آ رلهي چڳولو ڪتولو!

گدائي آ دولت وڏي خوش نصيبي!
وڏو جرم آهي جهان ۾ غريبي!





# هينئر بنياد ڳوٺن ۾ ٿو رکجي لوڪشاهي جو.

(١٩٦٠ع)

## (هارين کي خطاب)

اچي ٿو دور هاري، هاڻ تنهنجي سربراهي جو!
زمانو ختم ٿيو، تنهنجي ذلالت ۽ تباهي جو!
هينئر بنياد ڳوٺن ۾ ٿو رکجي لوڪشاهي جو!
مليو ميوو مشقت ۽ اوهان جي جانڪاهي جو!
سنڀالي ووٽ ڏج هاڻي وطن جي جان نثارن کي!
ڪڏي اچلائي ٻاهر ڪر نڪمن ۽ نڪارن کي!

الهن کي ووٽ ڪر، جڏ ٻو آ جن ۾ غمگساري جو.
اگر جنهن ۾ نه آ ڪنهن جي ريا يا پاسداري جو.
سڃاڻي ننگ جو پاڙي سندو ۽ ڳوٺداري جو.
هجي جنهن کي سليقو، قوم جي خدمتگذاري جو.
انهن کي ووٽ ڏيو، جيڪي هجن خوف خدا وارا،
نه گهرجن عيوضي، خود غرض يا مڪر و ريا وارا.

وجي اڄ ووٽ اهڙن خادمن کي بي خطر ڪر تون،
وڏيري يا ڪنهن ڪمدار جو هاڻي نه پئو ڪر تون.
هجي حاڪم نه چاڙي پيو، ڪنهن ڪان ڪينڪي ڏر تون؟
نه لالچ لوڀ تي ڪنهنجي ڪڏهن ٻي ڪينڪي مر تون.
لڳج تون ڪين هرگز، پير ۽ مرشد جي لاري تي،
نه وڪڻج ووٽ، ملا، مولوي جي ڪنهن اشاري تي.

انهيءَ کي عيوضي چونڊج، هجي منصف ديانت ۾.
علائقي ۾ سڀن کان سرس جو علمي لياقت ۾.

[illegible] رڳا جنڪي امانت ۾.
[illegible] جو پنهنجي ذهانت ۾.
ڀلائي ملڪ و ملت جي هجي مد - نظر جنهن کي.
ترقي ديس پنهنجي جي هجي پيش - نظر جنهن کي.

صدر ايوب جي، سهڻي ڏسو هيء ڪار فرمائي!
گدائي لوڪشاهي جنهن وجي ڳوٺن ۾ پهچائي!
خوشيء کان ملڪ جي مزدور و هاري ۾ آ سرهائي!
حڪومت ملڪ جي، عوام جي حصي اندر آئي!
نظام - ملڪ ۾ هاري به حصيدار ٿي ويندا،
رموز - مملڪت جا محرم - اسرار ٿي ويندا.





# * آءُ تہ گڏجي ڳوائيون *

(١٩٦٠ع)

## (گيت)

ساوڻ آيو سرتيا ساوا ڪل ڦل ٽيا گلزاريون.
جهنگل جهنگل منگل برپا، ترِ بن باغ بهاريون.

سارنگ سات ڪيا اَڄ سهڻا، ڪڪريون ڪاريون ڪاريون.
جنهن ڪيا ماندائ، وسن ٽيون بوندون برهن واريون.

لٿهو اس پوسات ويا، جن ساه سڪايو سڀ جو.
وسنديءَ واري واءُ گهلي ٿو، ترِ بر ٽيون ٺڏڪاريون.

واهڙ، واهيون، تيون ترايون، ڍورا ڍنڍون جل ٿل.
ڀاڳ سهاڳ وسي ٿو اپ مان، ووت ٽيا ڪٽ ساريون.

سانگي سڀ سرها ٿا ڏسجن، ماروئڙيون مشڪن ٿيون.
وار ڳنڌي ڪنڙي سان ويٺيون منهن ڏوئي سوچاريون.

ڪونجن وانگر ڪري قطارون تڙ ڏي پاڻيءَ خاطر،
گهڙا ڏري سر گهر ڪان نڪرن، پرت منجهان پنهواريون.

ڏار ڏار تي ڪپرا کهوڪن، ڳائن ڳيچ خوشي جا،
ساون ڇهڇ وڻن تي ويهي، چيها ڪن چونگاريون.

گڙگڙ، گڙگڙ گوڙگڙن ۾، بوندن جا وسڪارا،
بجليءَ جا بادل ۾ چهبڪ، جهلڪا ڪن جهلڪاريون.

سنوان ڪوي سمڙه باڪ ڦٽيءَ جو، ڪري الاهي توهار،
پيڙهون ڏس مهراڻ ۾ مانجهين هيچ منجهان هاڪاريون.

هڪ جيڏا سڀ ٻڌي لنگوٽا، ٽولا ٽولا ٽاهي،
سانئي نڪتا سول ڪرڻ لئي ڪٽي انبن جون ڪاريون.

[illegible] پڻ ۽ وڻن، ڪڪاب ڪلي راتين جو،
سڀ ڏس ۾ ڳجهيون ڪن ٿا، اوڀاريون لهواريون.

آليءَ ڌرتيءَ مان ٿي نڪري سوندي خوشبو.
وادي وادي، جهنگل جهنگل، خوشبو جون هٻڪارون !

موسم هيءَ مستاني منترا، پاڪ مڙي ٿي پري !
مست مئي ۾ جيون ڪشتي آءُ تہ گڏجي تارون !

پريم نگر ۾ روڪ رڪاوٽ ذاتيون پاتيون ڇاجيون ؟
حد بنديون هٿرادو توڙي، آءُ تہ گڏجي گهاريون.





# سمي تي سيارو، سمي تي بهاري.

( ١٩٦٠ع )

وري خير سان آئي فصل - بهاري.
فضائن ۾ موسم جو آ کيف طاري.

سياري جي سردي ستايو هو جن کي،
لٿي تن جي اوچڻ سندي انتظاري.

ٽڪل نوت شاخن تي انگور آيا.
ڏسو مست موسم سندي سازگاري.

خزان ديده باغن جي تختن تي قدرت،
گلن جي رنگا رنگ چادر پٿاري.

لئين زندگي سان گيندو ٿو جهومي،
لڏي موج مستيءَ ۾ تانگر جي تاري.

امنگون اميدون وٺي چيٽ آيو.
خوشيءَ ۾ نه ماپن ٿا هاري وناري.

چڻن ڪنڪ، جانيي جو جوبن ٿو ڦاٽي!
وري لاب لاٺي جي آهي تياري.

سڄو ديس آرس پيچي آه جاڳيو،
ڪسانن آ ڪوڏر - ڪهاڙي سنباري.

اهوئي آ دستور روز - ازل کان،
عناصر سان آدم جي آ جنگ جاري.

ثبات آه ڪنهن کي نه ڏرتي تي دائم،
نه گهبراءِ سائي ڏسي رات ڪاري.

هتي آه هر چيز اچڻي ۽ وڃڻي،
سمي تي سيارو، سمي تي بهاري.



سائيھ جا سور.

بھاريءَ جي آخر اگرچہ خزان آ،
خزان بعد ايندي يقينا بھاري.

حوادث جا طوفان اجھائي نہ سگھندا،
اسان جيڪا جيون سندي جوت پاري.

ڇٽي ڇا سٽا يسان، بھر طور گذري.
ڪٽن زندگي جا گدائي گذاري.





## غـــزل

-(مارچ ١٩٦٠ع)-



ويو تہ آہ پيامي جي ڪامياب اچي.
حضور يارڪان دانهن جو ڪو جواب اچي.

مزو تہ آہ تڏهن جو حضور - ساقي ۾
وڃي جي ڪو ٻہ پيالو تہ بارياب اچي.

ڦلي ڦلي هي سدا سبز رهي شاد رهي.
رخ - وطن تي الاهي ڪو آب و تاب اچي.

پيار اهڙو ڪو ساقي تون مست نيڻن جو،
جو وجد و حال ۾ زاهد بہ بي حجاب اچي.

ديار - حسن ۾ ڪوئي نہ نامراد رهي.
جهان - عشق ۾ اهڙو ڪو انقلاب اچي.

اڃا تہ رنگ تي محفل نہ آہ اي ساقي.
اچي، اچي ڪو اڃان، تلخ تر شراب اچي.

اڃا تہ تلخيءَ - حالت ۾ ڪمي نا هي.
نئون ڪو ساقي اچي ڪو نئون شراب اچي.

اگرچ آ غم - دوران جي شڪايت برحق.
مگر آ خوف گدائي متان عتاب اچي.



# * ڏياري *

## (نوجوان بيوه (ودوا) جا ورلاپ!)

### (گيت)

هليو ويو جيون جو سهارو.
چوڌس آهي گھور اندارو.
ٻڏي ويو قسمت جو تارو.
چم چم نير وهايان، پينرا ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

سيج سڄي تي، چرڪن ڇاتيون.
سپنا سپ ٿيون، پيار جون باتيون.
نبرن ڪيئن، برسات جون راتيون؟
ويئي ورهه وسايان، پينرا ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

گھر گھر ٻر اڄ آه ڏيـاري!
گد گد آهن سپ نـر ناري!
ٻر مان ڏائڻ ڪرمن هاري!
هن هن ڏي واجهايان، پينرا ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

سر تيون ويس وڳا ٿيون پائن.
تيل مسا گ ۽ سرخيون لائن.
ساجن پنهنجا، ٿيون سرچائن.
مان ڪنهنکي پرچايان، پينرا ڪنهن لئه ديپ جلايان؟

ٿـوه جوانـي ۽ تنهائـي!
عمر ڏهاڳ جـي سرتي آئي،
سورن پاتي ڪونه "گدائي"
ڪنهنکي سور سڻايان، پينرا ڪنهن لئه ديپ جلايان؟



# ★ وچڙيل وڻيءَ جا ورلاپ ★

★



-(١٩٦٠ع)-





ساوڻ آيو ساجن آيا بادل ۾ برساتيون.
نيرن کين واهيءَ جون وارث مينهوڳيءَ جون راتيون.

ٻاٽ انڌيري، رات ڀنيءَ ۾ وچڙيل واٽ نهاري.
ڪنوڻ ڪنوي ٿي، گوڙ گجن ۾ چرڪائي ٿو ڇاتيون.

دور انڌيريءَ ۾ واجهايان، ڪهر سڪڻو ٿو ڪائي.
ڏرديرين ڪوئل جون دانهون ڪان هڻن ٿيون ڪاتيون.

سيج سجيءَ تي ڀاڳ ڏهاڳڻ پاسا پئي اٿلايان.
سپ ڪا پنهنجي ور سان پئي آ، پيڙي ڀاڪر ٻاتيون!

پيار محبت واريون ميٺون اهڙيون ڪي انڪايئم.
نڪري ڪين سگهن ٿيون ساجن توجي جيءَ ۾ لاتيون.

ترڀو اڄ ٿيون دم دم دل تي پل پل پور پونَ ٿا.
ياد ڪري مي مٺڙيون مٺڙيون رات سهاڳ جون ٻاتيون.

سنهڙيون سنهڙيون بوندون پئجي چٽڪون جسم جلائن.
الڳ انگ کي باهه لڳائن ٿڌڙيون ٿڌڙيون راتيون.

ڪلي ڪلي سرتيون اڄ ساجن مهڻا مارن تنهنجا.
ڪير سهي ها سهه ۾ سپ بره سڏايون ٻاتيون.

هنن ڪٿي ڀالوٽ پٽن، هن منهنجا ٻاند پسايا.
ڪڪرن جون برساتيون هت، هت نيڻن جون برساتيون.

دير لا ڪر دلدار هلي آ، هاڻ دکيءَ جي ديري.
محب ملڻ جي خاطر آهن اکيون ڏاڍيون آتيون.

لعنت آهي انهيءَ کي لالن، ڏوهه نه آهي ڪنهنجو
تنهنجي پنهنجي قسمت آهي بخت جون آهن ٻاتيون.

ڪن ڪڙڪي تي آهن هردم ديد ڳڏ اڳي درمہ،
وچڙيل ٿي واجهائي واڙون، جهٽ جهٽ ٻائي جهاتيون





# ★ جيڪب آباد جو جلسو ★

(١٩٥٩ع)



سوين سيمين بدن آيا ڪري سينگار جلسي ۾.
لڳي وئي حسن ۽ رنگيني سندي بازار جلسي ۾.
سڌا ۽ صاف رستا چئوڪ چوراهن تي باغيچا.
انهن تي موٽرن جي تيز تر رفتار جلسي ۾.
پوليس آفيس ۽ گهڙيال جيڪب جو ۽ گهنٽا گهر،
قديمي هي اٿو تاريخ جا آثار جلسي ۾.
هي گورستان گورن جو ۽ عبرت جو مقام آهي،
مزار- جان جيڪب ڏس وڃي هڪوار جلسي ۾.
وڏي منڊي هئي ڪنهن وقت، جيڪب باد گهوڙن جي،
هليا ٿي خوب گهوڙن جا هتي واپار جلسي ۾.
هي جلسو دور- برٽش جو قديمي يادگار آهي،
ڪمشنر ۽ گورنر ٿي ڪئي دربار جلسي ۾.
بلوچي نيڪ مردن کي، مليا ٿي آفرين ناما،
ڪلا ڪن کي تہ ڪن کي ٿي ملي تلوار جلسي ۾.
هي ڪپڙي مارڪيٽ آهي قديمي دور- برٽش جو،
رهي ٿي گرم ڪپڙي جي جتي بازار جلسي ۾.
بلوچ ۽ تاج هوٽل تي بلوچن جون بهيرون ڏس.
سنگل سالن برياني جي جتي پرمار جلسي ۾.
وڏي تاريخ جو حامل، هي جيڪب باد جو جلسو،
ٿئي ٿو خوب جيڪب باد جو جنسار جلسي ۾.
هي رنگين بلب، ريڊيون روشني رنگين نمائش جي،
اچي ڏس رات جو تون بارش- انوار جلسي ۾.

ساڻيهہ جا سورہ

نمائش گاہ آيا نازنين جو پريخانو،
ٿئي پوري هتي ٿي حسرت - ديدار جلسي ۾.
هتي ۽ هوٽلن تي، گوءِ ۽ گهوڙن جي شرطن تي،
هزارن ۽ لکن جا ٿا هلن وهنوار جلسي ۾.
غرارہ، سوٽ، ساڙهيون، ڪوٽ، پتلونون ۽ پاجامہ،
عبائون ۽ عمامہ، جبہ و دستار جلسي ۾.
ڪنهين ڪي تنگ پاجامو پيل هڪ وال ياپن جو،
تہ ڪنهن ڪي ٿان پوري جي پيل سلوار جلسي ۾.
وصال - يار جي جنڪشن هي جيڪب باد جو ميلو،
ورهين جا وڇڙيل ساٿي ملن ٿا يار جلسي ۾.
سنڀالج جيب و دامن سيٺ آڪڙ سان هلڻ وارا!
گهمن ٿا جام جنٽلمين ڪيسي مار جلسي ۾.
ڪهين هڪ داو ۾، دستيون ڪمايون سرخ نوٽن جون.
قرائي ڦرڪڙي ڪوئي، ڪڍي تو پار جلسي ۾.
جتي لاهي ڪيئہ جي پوٽ ہئي پاسي تماشي ۾،
تہ پو پيرن ۾ پادر ڪين ڏسندين يار جلسي ۾.
سيئي ناٽڪ، تماشہ، نعمتون نيبهہ تونگر ڪي،
نماڻو ٿي تڪيندو ٿو ڦري نادار جلسي ۾.
وسارڻ، تلخيون، محنت، مشقت، سال ساري جون،
سوين هاري هلي آيا، چڙهي هر ڦار جلسي ۾.
رکي هٿ سينڌ تي جيڪو، ڪيو تو يار يارن سان!
اچي سو پاڙ پر وارو پرين اقرار جلسي ۾!
دل - حسرت زده جي آرزو ڪهڙي ڪريان پوري؟
هزارين خواهشون دل ۾ ٿيون بيدار جلسي ۾.
”گدائي“ انقلاب - نئو جو شايد هي اثر آهي،
جو ڏسجن ٿا فقط ڪي ڏورڙا يوتار جلسي ۾!



## ★ ڪانڊيري جي عيد ★

(١٩٦١ع)

پڇو عيد جو حال ڪھڙو ٿا يارو؟
رھيو روچ پنڪو سچو ڏينھن سارو.

سڻو جي تہ روئداد ساري سڻايان،
اچي ياد نندپڻ تہ ڳوڙھا وھايان.

زمانو عجب ھو خوشي ئي خوشي ھئي،
سٺو وقت، سھڻي، سکي زندگي ھئي.

لٽو ۽ اٽو پاٽ ھا سخت ارزان.
نہ ڪوئي ھو نالان نہ ڪوئي پريشان.

نہ مانيءَ جي ڳڻتي نہ بيروزگاري،
عجب چين سان مون حياتي گذاري.

اللائي ڇا بابي جي دل ۾ سمائي؟
ڇڪي جنھن ڪٽي منھنجي شادي رچائي.

ٿيا دھل ڏمچر ھليا ڳيچ ڳانا،
سجي رات سھرا ۽ ڳانا بجانا.

ڪنيون ٿيون سموري برادر جون فوجون،
لڳو ھوجمالو ۽ جھمرين جون موجون.

ھليا صبح جي وقت سڀ موڪلائي،
ڏيئي بار قرض جا ڪائي ڪپائي.

اسر جو ڏنائون نئين ڪنوار آڻي،
ڳھن ڳٺن سان پيري ۽ پلاڻي.

نئين سوڪڙي جو نديئي ملي وئي،
خوشيءَ سان تڙپي واچ ۽ دل ڪلي وئي!



## سا ٺيھ جا سور۔

هو ڀرپور سينو ۽ عارض گلابي!
اکيون ڪيف آور، شرابي شرابي!
ڳچي ڪونج جي وار ڇيپور ڪارا!
نگاهن ۾ شوخي هئي، آشڪارا!
گلابي لبن ۾ خوشين جو خزينو!
ڳلن تي هو شرم و حيا جو پسينو!
بدن نرم نازڪ ڀريلو ڀريلو!
صفا مرمرين ريشمي چٽ گدڊيلو!
ڇڪي مون ڪٽي ڪيس سيني سان لاتو!
جوانيءَ محبت سندو پيچ پاتو!
جواني جو ڀاڪر ۾ منهنجي اچي وئي!
اٿيون خواهشون دل ۾ هل چل مچي وئي!
اچي دل ۾ جذبن جو طوفان جاڳيو!
ستل هو جو سالن کان، حيوان جاڳيو!
سڄي جو شرارت ڪيم ڇيڙخاني،
جواني مان آخر ملي وئي جواني۔
نہ ڪم ڪار هو ڪو فقط هئي فراغت،
شب و روز جاري رهيو عيش - عشرت۔
ٿيو نيٺ بابي جو لاڏيو سڄايو،
جو ٻارهن مهينن ۾ ڏک ٻار آيو!
بہ ٽي سال جاري رهي عيش راني،
هلي موڪلائي اسان کان جواني۔
ٿيو چند سالن ۾ ٻارن جو لشڪر،
ڪڍي جن رکيو منهنجو سارو ڪچومر!
ٿيو گهر ۾ پيدا اچي روج راڙو،
سڄو ڏينهن ٻارن جو ٻڙڌڪ ٻلهاڙو۔



[۱۱۹۴]

ستت ئي ابو پي خـدا ڏي سڌاڻو،
رهيس مان اڪيلو ۽ قرض جو گهاڻو.
امان پي وچي ٿي خدا کي پياري،
اسان پنهنجي ڪوڏر ڪهاڙي سنڀاري.
مگر ڪين آئي ڪمائي ۾ برڪت.
رهيو روز رودن ۽ فاقا، فلاڪت!
وچي عرش پهتي شين جـي گراني،
ڀلائي چڏي جنهن سجي لــن ترالي.
سوين مسئلا پـڻ اچي ٿيا هويدا.
اٿي پيٽ ڪپڙي جا فڪرات پيدا.
نہ چاتم تہ ڪو وقت اهڙو بہ ايندو،
بـرادر بـرادر کـــان بيزار ٿيندو.
عجب علم و حڪمت جو هي دور آيو!
ويو ٿي جـــو بيزار پنهنجو پـرايو!
ٻچا چار جنهن کي ۽ هڪ زال آهي.
جهان ۾ جيئڻ ان جـو جنجال آهي.
ڪمايان ڇهہ ويهان مهيني ۾ يـارو،
مگر ڪونہ پـــورو ٿئي ٿـو گذارو.
ٻچي ٿـو نہ پئسو نہ اٽـــو نہ داڻـو،
نهي ٿـو نہ ڪپڙو نہ رلهي وهاڻو.
نہ گهر ۾ ڪڏهن شڪل ڪنهن کي ٿي پائي،
سجو خـون گهٽجي چڏيـو آ سڪائي.
جڏهن گهر ۾ ٿي ويئي پوري صفائي.
خرامان خرامان تـڏهن عيد آئي.
هيٺئر پنهنجي روداد ڪنهن کي سڻايان،
هجي ڪوئي مونس تہ آن کي ٻـڌايان.



## ساٿيهه جا سور.

سچهي ٽو نہ ڏاڻو نہ پئسو نہ پائي،
هزارين مسئلا ڪٽي عيد آئي.
اجهو زال ويٺي آ منهن کي سجايون،
ڪٽي ڏار ٻيٺو آ تنٺوٽي تپايون.
هتي ٻار چارئي اگهاڙا ٿا روئن،
پيا نور پنهنجي اکين جو نچوئن.
هتي ٽين اٽي جو ڪوڙڪي ٽو خالي،
۽ پاڻي جا پئسا گهري ٿو پکالي.
ڪٿان زال ٻارن جا ڪپڙا ڪرايان؟
ڏکيان ننگ پنهنجو يا آکهه ڏکايان.
دکيءَ ۾ نہ گهہ ۽ نہ ڪاٺي آ گهر ۾،
نہ اوڌر ڏيڻ وارو ڪوئي نظر ۾.
وڃان عيدگاه ڏي تہ ملان ٿو ماري،
چوي ٿو تہ فطراڻو هٿ ڏي سنڀاري.
نہ ڏيندين تہ روزا نمازون نہ ٿينديءَ،
نڪي جاءِ جنت اندر ڪا بہ ڏينديءَ.
اچي نانگ ڪارا لحد ۾ ڏنگيندءِ،
جهنم جا وڇون بدن کي پٽيندءِ.
انهيءَ خوف هردم ڇڏي جان ڳاري،
ڀلو آه هاڻي تہ سائين سنڀاري.
تمدن ۾ آيو تہ بيشڪ سڌارو،
رهيو پر نہ زندہ رهڻ جو سهارو!
ڪريان ها نہ پيدا جي ٻارن جو لشڪر،
حياتي ڪٽڻ ڪين گذري ها جيڪر.
گراني جي اڳہ ۾ خبر جي هجي ها،
گدائي، ڪڏهن ڪين شادي ڪجي ها.



# * نہ آ معلوم *

(١٩٦١ع)

چمن ۾ ڪھڙي ڳُھلي ٿي ھوا نہ آ معلوم.
گلن جو حال نہ مکڙين جي ماجرا معلوم.
پنور خموش نہ بلبل جي ڪا نوا معلوم.
پين تي ڇا ٿو وھي واپري سو نا معلوم.
الائي ڇا ٿي اڳتي، اھو خدا معلوم،
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.
قرار لاءِ رھي بيقرار ٿو تن من.
مگر نہ راس اچي ٿو خيال کي کو فن.
ٿي آنڌ مانڌ رھي دل ۾ ھڪ نہ ٻي الجھن.
سکون محال ٿو ڏسجي فرار ناممکن.
نجات ڪھڙي بلا آه سو نہ آ معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.
چوي ٿو سڀ کو تہ ھي دور ارتقائي آ.
ڏسو ڪمال - بشر چنڊ تي چڙھائي آ.
سندس عروج جي قائل سڄي خدائي آ.
مگر انھيءَ کان زياده بہ ڪا برائي آ؟
بشر کي ناه بشر جي ڪا مدعا معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.
ھلن جھاز ٿا اڄ برق جي اشارن تي.
وئي بشر جي نظر چنڊ ۽ ستارن تي.
پئي نہ حيف مگر پنھنجي خاڪسارن تي.
رکيو غريب ويو آ ٿلھن سھارن تي.
اھا جي آه ترقي تہ ارتقا معلوم!
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتھا معلوم.



ستم زده جو هتي ڪو بہ آسرو ڪونهي.
ڇڱون تہ ڪنهنکي ڇڱون ڪنهنجو پروسو ڪونهي؟
افق تي روشني جو ڪو بہ ترورو ڪونهي.
انڌيري رات آ ڪا تي بہ سوجهرو ڪونهي.
سکن جو ڏينهن پي ٿيندو ڪڏهن خدا معلوم؟
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.

روش روش تي هتي نوڪدار خار آهن.
ڳٽي مان ڪهڙا ڳٽيان، زخم بيشمار آهن.
قدم قدم تي هتي، آستين جا مار آهن.
اجا حيات جا اقتدار، شرمسار آهن.
ڪهين جي درد جي ڪنهنکي نہ آ، دوا معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.

پتو بهار جو ڪونهي، اجا خزان آهي.
لهو بشر جو، جهان ۾ روان دوان آهي.
سهل آ موت مگر زندگي گران آهي.
اجا تہ گرد و غبارن ۾ ڪارروان آهي.
انڌيري رات آ، منزل جي راه نا معلوم.
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.

اٿو اٿو، هي زمان و مڪان بدلايون،
هلو هلو، تہ هي ڪون و مڪان بدلايون.
ملو ملو، تہ زمين و آسمان بدلايون.
اچو اچو، هي سجو خاڪدان بدلايون.
اچوڪو دم آ غنيمت، سيان جو ڇا معلوم؟
نہ ابتدا جي خبر آ، نہ انتها معلوم.



## ★ اچي ڏس قائد - اعظم ★

(سال ١٩٦١ع ۾ ٢٥ ڊسمبر قائد - اعظم
جي يوم ولادت تي پڙهيو ويو)

بلنديءَ تي پيو ڦڙڪي اوهانجي ديس جو پرچم،
اچي هڪوار جنت مان ڏسي وڃ قائد - اعظم!
رسيو اوج ثريا تي اسان جو ديس پاڪستان،
وڏي ويجهي ٿيو آهي سڪيو سائو سنڌ ۽ بستان،
جوان و پير مرد و زن، وطن جا شاد ۽ خندان،
سڀئي مطمئن، صابــر، سڀئي شاڪر و خرم،
اچي ڏس قائد - اعظم!

هتي امن و امان انصاف جي آهي فراواني،
اٽي، ڪپڙي، اجهي، ماڻيءَ جي آهي، خوب ارزاني،
وڏيرپ گهر وڃي ويٺي، رهي ميري نه ڪا خاني،
نه ڪنهن تي ٿو ڪري بيداد ڪو بيداد جو باني،
مجال آهي جو هيٺي جي اڳيان ڏاڍو هڻي ڪو دم،
اچي ڏس قائد - اعظم!

خدا جي ملڪ ۾ آهي، فقط قانون قراني،
منور آه هر دل جي اندر، هڪ نور - ايماني،
جهان ۾ آه ضرب المثل ٿي، پنهنجي مسلماني،
مساوات و اخوت جي نه ڏس بابا، فراواني!
نه ڪنهنکي پيٽ جي ڳڻتي، نه ڪپڙي جو ڪٿي ماتم،
اچي ڏس قائد - اعظم!

نه رشوت حاڪمن ۾ ۽ نڪي لاپو رسائي آ،
نڪي واپار ۾ دوکو، نه تاجر ۾ لچائي آ،
ملاوت جي جڳهه هٽي، صفائي پارسائي آ،
فقط مد - نظر سڀني کي، ملت جي ڀلائي آ،
ٻئي جي غم کي هر اهل وطن سمجهي ٿو پنهنجو غم،
اچي ڏس قائد - اعظم!



هتي چوري چڪاري جو، نڪو نام و نشان آهي.
نڪي ڪو قتل ڌاڙو، هر طرف امن و امان آهي.
زيان هڪ فرد جو، سڀني سندو گويا زيان آهي.
مزي سان سوئي - منزل، ڪاروان پنهنجو روان آهي.
عجب هڪ شان سان ڦڙڪي پيو اسلام جو پرچم.
اچي ڏس قائد - اعظم !

نہ زوراور ڪوئي هت هاڻ هيٺي کي ستائي ٿو.
نہ ڪنهنجي زال کي، زوري ستمگر ڪو ڪٽائي ٿو.
نڪي هڪ سؤ ڏهن ۾، ڪوبہ ڪنهنکي اڄ اڙائي ٿو.
نہ لکپڙه لاءِ ڪامورو، غريبن کي رلائي ٿو.
نہ دل ڪنهنجي آ رنجيندہ، نہ ڪنهنجي چشم آ پرنم.
اچي ڏس قائد - اعظم !

هي ارض - پاڪ آ، هت دور دورو آ شريعت جو.
ويا ٿي بند مئخانا، جو ڏنڊو آ حڪومت جو.
ٿيو پڻ سرد هت سودو سر - بازار عصمت جو.
رهي صبح و مسا جاري ٿو چرچو علم و حڪمت جو.
شريعت جي اڳيان، بدعت جو آخر ٿي ويو سر خم.
اچي ڏس قائد - اعظم !

ڳپي جي ڪانہ آ ڳڻتي، نڪا بيروزگاري آ.
جو ارزاني سبب، سڀني تي هڪڙو ڪيف طاري آ!
خدا جي خوف ڪان سڀني اندر پرهيزگاري آ.
ڀَري ٿيون مسجدون جت ڪٿ، نمازن جي بهاري آ.
خدا جي ذڪر جو ڪن تي، پوي آواز ٿو هردم.
اچي ڏس قائد - اعظم !

گدائي ڪاش! سچ ثابت ٿئي، حسن - بيان پنهنجو.
ڦلي ڦولي وطن بڻجي وڃي، جنت نشان پنهنجو.
وطن جو دوست بڻجي شل وڃي، پير و جوان پنهنجو.
رسي هي جلد منزل تي خدا يا، ڪاروان پنهنجو.
سدا سرهو رهي جنت ۾ روح - قائد - اعظم !



# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ کي پاڙَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چوء، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڪر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)